نیم شب کے راز کا "بیدل" جونی واقف ھوا
تھا یقین آئینہ دار جلوہ رخسار صبح

# عشق مبارک

شمارو چوٿون نومبر ۲۰۰۷ع



# فقیر قادر بخش (بیدل)

جي 139 هين عرس مبارڪ جي موقعي تي خصوصي اشاعت

SOCIETY FOR THE PROMOTION OF CIVIC SENSE
SUKKUR (REGD)

# سوسائيٽي فار دي پروميئشن آف سوڪ سينس ”رجسٽرڊ“

ماڻهن ۾ سماجي جاڳرتا پيدا ڪرڻ جو ادارو

## گول بلڊنگ شاھ لطيف چوڪ روھڙي ضلع سکر

سال 2007 شمارو 4 تعداد 2500


## سٽاءُ



## پنهنجي پاران

اسانجي سماج کي جيتري سهپ ۽ بردباري جي ضرورت هن وقت آهي، تاريخ ۾ اوتري شايد ڪڏهن بہ محسوس نہ ٿي هوندي. هن وقت اسانجو معاشرتي ڍانچو جيڪو تيزي سان نفرتن جي اڏي تي ڪٽرپڻي جي ڪات سان ڪپچندو پيو وڃي انهي مان شڪ اڀري ٿو تہ ڪٿي اسان پنهنجي روايتي سنڌي سيا واري سڃاڻپ ئي نہ وڃائي ويهون. جيڪا اسان جي صوفي درويشن ۽ بزرگ عالمن وڏي جاکوڙ سان دنيا آڏو پيش ڪري ، سنڌ کي امن جي ڌرتي سان مشهور ڪيو. بحر حال هن ڏکي وقت ۾ بہ وري اسان وٽ ان مرض جو علاج انهي ئي صوفي سرواڻن جي تعليمات مان ملي ٿو. جنهن کي جيڪڏهن اسان عام ڪري ان تي عمل ڪيون تہ اسان هڪ دفعو وري امن پسندي جا علمبردار بڻجي سگهون ٿا.

ان سلسلي ۾ اسان جي تنظيم پنهنجي وس آهر پنهنجون ڪوششون مختلف طريقن سان نبائيندي پئي اچي جنهن جو هڪ مثال هي ڇوٽون پبليڪيشن اوهان جي هٿن ۾ آهي. جيڪو اسان عشق ۽ امن جي مبلغ ۽ صوفي شاعر حضرت قادر بخش ”بيدل“ جي ١٣٩ هين عرس مبارڪ جي موقعي تي شايع ڪيو آهي. اميد آهي تہ اسان جي هي حقير ڪوشش قبوليت جو شرف حاصل ڪندي.

ڪيو خوار خود بيني توکي پر سان نہ تنهنجو پيچ پيو
ڦاٿين دوئي جي دام ۾ وحدت جي تو ڪون واس ويو
لنئو عشق جي جنهن کي لڳي دارين جي لڙ ڪان لنگهيو
پائڻ ڪان جو بيزار ٿي محبوب جي در سو اگهيو

ادارو


ايڊيٽر: علي اطهر موسائي
معاون ايڊيٽر: امداد علي دايو

تعارفي سلسلو

# مون سين ڏٺا ماءِ

منل مسرور

هن دورنگي ديس ۾ رب تعاليٰ انسان ذات ۾ يڪ رنگي ڪرڻ جي ارادي سان وقت بوقت پنهنجي محبن مقربن مان. جن به شخصن کي ارسال ڪندو رهيو آهي تن پنهنجا ذاتي مقصد ۽ مطالب بالاطاق رکي ۽ هن دنيا ۾ رهندڙ ماڻهن کي سڌاري جو سوجهرو مهيا ڪري ڏيندا رهيا آهن. موجوده دور ۾ اهڙين شخصيتن مان فقير فتح علي به وڏي اهميت جو حامل رهيو آهي.

فقير صاحب سال ١٩١٨ ع ڌاري سکر ۾ جنم ورتو. سندس والد سڳوري جو اسم گرامي حاجي محمد هو. سندن تعلق سومرا خاندان سان هو.

سال ١٩٤٦ع جو ذڪر آهي ته راقم (مان) پنهنجي والد فقير غلام علي مسرور سان گڏ هادي سائين سرڪار حضرت بيدل عليه رحمة جي عرس واري موقعي تي آيو هوس. ان زماني دوران فقير مسرور سکر بئراج ۾ سپروائيزر ٺيڪيداري جي عهدي تي ڪم ڪندو هو. سکر ۾ نوڪري ۽ حضرت روهڙي جي ويجهڙائيءَ جي سهولت سبب حضرت بيدل ۽ حضرت بيڪس جي درگاهه تي عمارت سازي جي ڪم ڪرائڻ جو موقعو مليو هوس. خاص طور، ڪاٺ تي رنبي جي ڪم ڏانهن سندس توجه وڌيڪ مرڪوز هو. هن ڪم ۾ شڪارپور جو مستري شير محمد پٺاڻ ۽ ڪجهه مطلباڻي ۽ بابلاڻي قوم جا ڪاريگر ڪم ڪندا رهندا هئا. ذڪر ڪيل دور دوران پوري سنڌ ۾ ورهاڱي وارو وڳوڙ برپا هو. فقير پاڪ مسرور سائين ان ميلي ۾ ، پنهنجي هندو دوستن کي آٿت ڏيڻ لاءِ انفرادي طور سڀ سان مليو رهيو هو.

هن ميلي ۾ هڪ طرف هندو مسلمان نوجوان هڪ جهرمٽ لڳائي ويٺا هئا. سچ ته ان ننڍي عمر ۾ منهنجو به خيال انهن جي سهڻين صورتن ۽ دلڪش لباس کي ڏسي گڏ گڏ ٿيڻ لڳو هو. فقير بابا منهنجي طرف توجه ڪيو. ته منهنجو چهرو به فقير مسرور بابا جي طرف مڙي ويو. جڏهن مون سندس چهري مبارڪ طرف ڏٺو. ته پاڻ مرڪي رهيو هو. سچ ته سندس اها من موهيندڙ مرڪ منهنجي لاشعور ۾ اڃا تائين محفوظ آهي بهرحال پاڻ مون کي هٿ کان وٺي انهن نوجوانن سان ملايائين. ٻين نوجوانن متعلق اڳتي هلي ته ڪا ڄاڻ نه رهي بلڪ فقير فتح علي سائين جي شخصيت کي اڄ ڏينهن تائين وساري نه سگهيو آهيان. ڇاڪاڻ ته انهن نوجوانن مان بابا سائين [illegible] ٻڌايو ته هي سومرو فقير فتح علي آهي ۽ مون کي اهو لڳو ته [illegible] سنهن نهايت لاابالي طبيعت جو مالڪ آهي. جڏهن [illegible] مون طرف ڏسنديئي چيوته هن سهڻي کان مان هڪ چمي ضرور وٺندس ۽ ايئن چئي پنهنجي جاءِ تان اٿي منهنجي طرف وڌڻ لڳو. جهنهن تي فقير مسرور بابا کيس چيو ته "فتح علي هڪ ڳالهه جو وعدو ڪر. پوءِ ڀلي هن کان تون چمي وٺ" تنهن تي فقير فتح علي سائين فقير بابا مسرور کي ڏسندي چيو ته سائين آهي شرط وري ڇاجا؟ ان تي فقير بابا چيس ته فتح علي اڄ کانپوءِ هن نينگر کانسواءِ ٻئي ڪنهن کان وري چمي نه وٺندين ته ڀلي هن کان چمي وٺ. سچ ته ان ڏينهن کان وٺي فقير فتح علي منهنجي توجه جو مرڪز پئي رهيو.

مان جڏهن به سرڪار بيدل عليه رحمة جي درگاه تي ايندو هوس ته کيس غور سان ڏسندو رهندو هوس. هي صاحب دائمي طور صبح جو سوير اذان کان به اڳ درگاه شريف تي ايندو رهندو هو. اهو يادگيرو ان سبب به اٿم ته صفائي ڪرڻ وارو ملنگ مٿس سختي ڪندو هو ۽ چوندو هوس ته ٻهاريائين مان صفائي ڪري رهان ته پوءِ ايندو ڪر. پر هي لاابالي درويش اها جرح سهندي به پنهنجي معمول کي



تبديل نه ڪري سگهيو ۽ فرمائيندو هو ته عشق وارن تي دعويدارن جي جرح لازمي آهي. سور سختيون سچي سڪ رکڻ وارن جو سنگهار آهي. سبحان الله

فقير فتح علي سائين ان دور ۾ سيمنٽ فيڪٽري روهڙيءَ اندر روزانو ملازمت به ڪندو هو. نوڪري جي مقرر وقت بعد شام جو به روهڙي شهر ۾ دائمي طور درگاه عاليه تي ايندو هو. سندس رهائش ۽ پريات جو درگاه هجي يا سکر ۾، بهرحال جتي به هوندو هو رات شريف تي سلام ضرور ڀريندو هو

فقير فتح علي سائين بمبئي يونيورسٽي مان مئٽرڪ جو امتحان به پاس ڪيو، جنهن بعد شهر جي گانگوٽي اسڪول ۾ ماستري ڪندو هو. ماستري دوران سائين دستڪاري ماڊل ٺاهڻ، مصوري ۽ نقاشيءَ جي ڪم کي به خوب سر انجام پئي ڏنو، سندس ڀاڻيجي پروفيسر غلام شبير صاحب ٻڌايو ته هڪ ڪاغذ مان ٺهيل هنداڻو اڄ تائين گانگوٽي اسڪول ۾ يادگار طور رکيل آهي. جنهن جي ڏسڻ سان اصل ۽ نقل جو فرق محسوس ڪري نه سگهبو.

ماستري جي ملازمت دوران کيس حڪمت ڪرڻ جو به شوق پيدا ٿيو. جنهن سبب هو ڪوئيٽا مان ڊاڪٽريءَ جو شارٽ ڪورس پاس ڪري روهڙي جي شهر ۾ ڊاڪٽريءَ جا فرائض انجام ڏيڻ لڳو. سندس ڊاڪٽريءَ جو ڌنڌو خوب کان خوب تر روان دوان پئي رهيو. ٿورڙي ئي وقت ۾ کيس آريه ويدي، يوناني ۽ سنڌي طب جو شوق پيدا ٿيو، پر هن قسم جا ڪاليج اڪثر بيشتر پنجاب ۾ هوندا هئا، جنهن ۾ لاهور جي طب [illegible] داري جي وڏي اهميت هئي. ان ڪري فقير ڊاڪٽر فتح علي لاهور مان به حڪمت جي سند حاصل ڪري آيو. نيڪ روشن هجي ته ايڏي مصروفيت هوندي به مرشد سرڪار بيدل عليه رحمة جي حضور ۾ اچڻ کان پيرو نه ڀڳائين.

نوخيز نوجوانن سان سندس خاص دلچسپي هوندي هئي. ڊاڪٽر فتح علي سائين جي ڀاڻيجي پروفيسر غلام شبيرجيڪو پاڻ به مٺڙي پياري آواز ۾ عارفاڻو ڪلام ڳائيندڙ آهي، تنهن ٻڌايو ته ماما سائين

اسان نوجوانن کان فلمي گانا ٻڌندو هو. پر ان ڳائڻ دوران فلمي مجازي گانن جي لفاظيءَ مان روحاني ۽ معنوي مفهوم ڪڍي تصوف جي ڄاڻ ڏيندو هو. مان پوري صدق دليءَ سان چوان ٿو ته سندس ان صوفياڻي مزاج اسان ۾ تصوف ۽ عارفاڻي ڪلام پڙهڻ ۽ ڳائڻ جو جذبو پيداڪيوجيڪو اڄ تائين قائم آهي. سائين غلام شبيرصاحب وڌيڪ ٻڌايو ته "حضرت خواجه غلام فريد فاروقي (متوفي ١٣١٩هه 1901ع) جو ڪلام ٻڌندي، ماما سائين تي استغراق طاري ٿي پوندو هو خاص طور جڏهن "ميڏا عشق وي تو ميڏا يار وي تو" ڪلام ڳايو ويندو هو. جنهن مان اسين اهو محسوس ڪندا هئاسين ته ماما سائين وڏي حال جو صاحب آهي. اهڙي طرح حضرت بيدل عليه رحمة جي ڪلام ٻڌڻ وقت سندس چهرو ۽ نيڻ لال گلال وانگر ڳاڙها ٿي پوندا هئا. هن ذڪر ڪيل جذبي تي ضبط ڪرڻ وقت سندس نيڻن مان فقط لڙڪن جون قطارون وهي هلنديون هيون.

فقير ڊاڪٽر فتح علي سائين هلڪي مٺڙي آواز ۾ سرڪار بيدل ۽ بيڪس جي ڪلامن جا سر به سمجهائيندو هو ۽ بينجو جي ساز سان سندس سئو لڳاءُ هو. پاڻ پنهنجي شوق وارو بينجو راقم حروف کي تحفي طور بخشيو هئائين، جيڪو اڄ به مون وٽ محفوظ آهي. منهنجي ساڻس اڪثر ملاقات سرڪار حضرت بيدل ۽ بيڪس جي درگاه تي ٿيندي هئي. پاڻ تصوف جي عرفان جو بحر هو. آءُ بذات خود ڪائنس تمام گهڻو متاثر هوس. تصوف متعلق ڪجهه سوال جيڪي ٻين وقت جي بزرگن کان پڇيا ويندا هئا ته اهي ڪاوڙجي ويندا هئا، پر فقير فتح علي سائين اهي ذڪر ڪيل سوال وڏي مٺي لهجي ۽ وضاحت ڀريل لفظن ۾ سمجهائيندو هو. پاڻ تصوف جي خاص خاص ڪتابن جو ڀڃيان مشورو ته ڏيندو هو پر بعد ۾ اهي ذڪر ڪيل ڪتاب پڙهڻ لاءِ به ڏيندو رهندو هو. ان مرحلي دوران فتح علي سائين فرمائيندو هو ته مثل اچوڪي دور ۾ پير گهڻا پر فقير اڻ لڀ اٿئي. پاڻ جن ڪتابن جي پڙهڻ جو مشورو ڏنائين ان ۾ تذڪره غوثيه از حضرت غوث محمد پاڻي پتي، نفحات الانس از مولانا عبدالرحمان جامي، مثنوي رومي از مولانا جلال الدين رومي شامل هوندا هئا. ان بعد فرمائيندو هو ته حضرت پٽ ڌڻي ، حضرت سچل سرمست ۽ حضرت بيدل بيڪس جو ڪلام ڳائڻ
فقير ڊاڪٽر فتح علي سال ١٩٨٩ع وڃائڻ لاءِ ڪافي آهي.
کان سخت علالت ۾ رهيو ۽ پورن ٻن سالن گذرڻ ڪانپوءِ مس مس ڪجهه قدر صحتياب ٿيو. هن صوفي منش فقير جو عقيدو ۽ عشق خاص طور فقط حضرت بيدل سردار سان هو. سندس گفتگوءِ مان ڪڏهن ظاهر ٿي پوندو هو ته ڪيس باطني طور بعيت ۽ ديدار مليل هو.

پاڻ ڪافي منجهيل ۽ بي يار و مددگارن ۽ بيمار ماڻهن جي بغير لالچ بي لوث به خدمت ڪيائين، پر پنهنجي لاءِ هر ڪنهن قسم جي سوال ۽ عرض کي معيوب سمجهندو هو.

مون هڪ دفعي شڪارپور جي ديوان واري هوٽل تان مائو وٺي وڃڻ ڪٿي ويس، جڏهن مون اها مٺائي واري پڙي ڪيس ڏيڻ لاءِ هٿ وڌايو ته سندس چهري ۾ هيبت نما ناڪار جي ريکا اڀري آئي. جنهن سبب مون اها مٺائي واري ڇپي ڦيري پنهنجي طرف ڪري رکي ڇڏي، پر ٻئي طرف پاڻ ڪجهه ڏيڻ ۾ ويرم ئي نه وجهندو هو. سخي دل فقير فتح علي سائين انيڪ گڻن جو مالڪ هو. جنهن بابت تفصيل ۾ وڃڻ وڏو ڪٺن ڪم آهي. بهرحال

ڏني ڏکويا اڻ ڏني راضي ٿيا
صوفي سي ٿيا جن ڪين ڪنئي پاڻ سان

فقير فتح علي سائين جو طرز تڪلم نهايت دلڪش، خيال کيءَ اڏام بخشيندڙ ۽ مشاهدي جي محويت ڏيندڙ هو. سچ ته سندس صحبت ڪچهريءَ ۾ اڻ ڏٺا تصور ۽ لقاءِ اڀري ايندا هئا. فقير فتح علي سائين هم اوست جي حال جو ديوانو هو. هر ڪنهن صورت، وٽ ۽ وٿ ۾ پرين کي پسندڙ هو. حقيقت ۾ اظهار گفتار ۽ ڪردار ۾ هم اوست جو هڪ منفرد مظهر هو.

فقير فتح علي سائين کي قدر علالت جي سبب جون مهيني ۾ سال ١٩٩١ع ڌاري وصال ڪيو. ڪيس ٢٣ ذوالقعد الحد انوار ۾ مدفن ڪيو ويو. ياد رهي ته اها ٢٣ ذوالقعد، حضرت حضرت حسين بن منصور شهيد حق جي باطني پرواز واري ٿي تاريخ آهي. بارگاه بيدل جي ڏکڻ طرف سندس مزار آهي. هر سال ذوالقعد مهيني جي سورهين (عرس مبارڪ حضرت بيدل) ۽ ٽيويهين ذوالقعد (شهيد حق حسين بن منصورحلاج ) تي پراڻي سکر جا صوفي نوجوان منصور حلاج قدس هو جي ورسي واري موقعي تي سندس مزار تي عقيدت مان چادر وجهندا رهندا آهن. نيڪ روشن هجي ته سورهين ذوالقعد تي حضرت بيدل سرڪاز جي فقراءِ ۽ سجاده نشين طرفان به هڪ چادر پاڪر طور ڀرائي ويندي آهي .

هٿا جي محبت ۾ سي مري ٿيا ذمات
سورهيه سدا حيات هٽ هٽ جوڳي جيئرا



# سائين سنجرپور وارو

*امام بخش منور روهڙي*

روهڙي ۾ حضرت فقير قادربخش بيدل جي درگاه تي ٿيندڙ تقريبن ۾ جهڙوڪ حضرت قادربخش، سندس فرزند حضرت محمد محسن بيڪس فقير، حضرت سيد نواب شاه سڪايل جن جو ساليانو عرس مبارڪ ۽ هر چنڊ جي ٢٠ تاريخ (٢١ جي رات) قلندر شهباز جي تقريب يا هر جمعة المبارڪ جي شام جو ٿيندڙ چوڪي (عارفاتي محفل) ۾ هونئن ته هزارين طالب فقير، رياضت ڪندڙ، زائرين ۽ عقيدتمند شرڪت ڪري فيض حاصل ڪن ٿا.پر انهن شخصيتن ۽ فقيرن ۾ ڪي شخصيتون اهڙيون به اچن ٿيون جيڪي آيل زائرين ۽ عقيدتمندن ۾ نمايان هونديون آهن. جن تي بيدل فقير جو خاص قرب ۽ نظر عنايت آهي ۽ اهي شخصيتون درگاه تي ٿيندڙ تقريبن ۾ ضرور شامل هونديون آهن. اهڙين نمايان شخصيتن جو تعارف پيش ڪرڻ جو خيال منهنجي استاد محترم اديب، شاعر، محقق اختر درگاهي جن جو آهي. جنهن مون کي (راقم الحروف) کي اهڙو شوق ڏياريو ۽ استاد محترم جي اتساهه سان هڪ شخصيت جو تعارف پيش خدمت آهي.



درگاه بيدل بيڪس تي ٿيندڙ هر تقريب ۾ هڪ درويش صفت انسان، جنهن جي نوراني صورت، اڇي سونهاري اڪثر سنڌي ٽوپي ۽ سفيد لباس پهريل، تسبيح هٿ ۾ ۽ هميشه باوضو صوفيانه محفل ۾ وڏي رقعت، ڪيف ۽ ڪلال واري حالت ۾ نظر ايندو آهي. جنهن جو اصل نالو سيد غلام مصطفي شاه آهي.

سيد غلام مصطفي شاه ٠٧ آڪٽومبر ١٩٣٤ع ۾ پنجاب جي شهر سنجرپور ضلع بهاولپور ۾ حضرت حافظ رحيم بخش شاه صاحب جي گهر جنم ورتو. حافظ رحيم بخش شاه پڻ ولايت جا صاحب ٿي گذريا آهن. سائين غلام مصطفي شاه پنهنجي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ سنجرپور جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي. ١٩٥٠ع ۾ صادق گورنمينٽ هاءِ اسڪول بهاولپور مان ميٽرڪ سٺن نمبرن ۾ پاس ڪيائين. ١٩٥٤ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج بهاولپور مان بي اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سائين اسڪول ۽ ڪاليج ۾ هوشيار شاگردن ۾ ليکبو هو. پاڻ اسڪول ۽ ڪاليج ۾ پڙهائي سان گڏ راندين ۾ پڻ حصو وٺندو هو. خاص ڪري فوٽ بال راند.

بي اي جي ڊگري حاصل ڪرڻ سان ئي ١٩٥٤ع ۾ استاد جي هيثيت سان نوڪري ملي، سندس پهرين مقرري ميونسپل هاءِ اسڪول روهڙي ۾ ٿي جتي پاڻ "تاريخ" پڙهائڻ شروع ڪئي ۽ سندس رهائش روهڙي جي علمي ادبي خاندان جي چشم چراغ مرحوم سيد شفقت حسين شاه موسوي وٽ ٿي. ان وقت سائين غلام مصطفي شاه سان گڏ استادن ۾ مرحوم الله ورايو شاه، مرحوم الاهي بخش شيخ جنهن بعد ۾ وڪالت ڪئي، مرحوم مخدوم عبدالرؤف قريشي جيڪي ڊائريڪٽر ايجيوڪيشن جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيا. مرحوم الحاج عبدالمجيد چاچڙ ڊرائنگ ٽيچر، مرحوم عبدالصمد قاضي، مرحوم محمد علي قاضي ۽ مرحوم استاد عبدالقادر شيخ جن هئا. ان دور ۾ سائين جن وٽ پڙهندڙ پيارن شاگردن ۾ سيد علي بخش شاه رضوي ڪوٺائي، سنڌ جو مشهور شاعر، اديب مرحوم پروفيسر درگاهي ميراڻي، مرحوم صالح محمد شاه رضوي (وڪيل) عبدالستار آخوند، ممتاز شيخ، ڪوشي ديوا وغيره هئا.

بقول سائين جي ته بدرالدين علوي (شڪارپور) هيڊ ماستر ڪي شاگردن مان درگاهي ميربحر گهڻو وڻندو هو. درگاهي شاه عبداللطيف سرڪار جو ڪلام "رهي وڃ رات پنهور ۾" اهڙي ته مٺي ۽ سريلي آواز ۾ ترنم سان پڙهائيندو هو جو اسين روئي پوندا هياسين، پر افسوس جو درگاهي جي حياتي سندس گهڻو ساٿ نه ڏنو، پر شڪر جو سندس فرزند ارجمند اختر درگاهي آهي جنهن کي ڏسي درگاهي جي سڪ لهندي آهي. شل اختر کي خدا شاد آباد رکي.

سائين غلام مصطفي شاه فٽبال جو تمام سٺو رانديگر رهيو آهي جنهن روهڙي ۾ "روهڙي فٽبال ايسوسيئيشن" جي نالي سان ٽ جوڙي جنهن جو صدر مرحوم سيد شفقت حسين شاه موسوي صاحب جن هئا ۽ ٽيم جو ڪيپٽن محمد احسن ريلوي ملازم هيو. سائين جن جي محنت سان اها ٽيم پاڪستان جي قومي ٽيم ۾ شامل ٿي. ان وقت آل پاڪستان فٽبال جي طرفان حيدرآباد ۾ ٽورنامينٽ ٿي جنهن ۾ پاڪستان جي ٽيم جو انڊيا سان مقابلو ٿيو جنهن ۾ پاڪستان جي ٽيم سوڀ ماڻي. اها سائين جي جوڙيل ٽيم روهڙي فٽبال ايسوسيئيشن جي محنت جو نتيجو

هيو. جنهن ۾ پاڪستان جي وڏي ڪان وڏي شيلڊ ان ٽيم جي نصيب ۾ آئي جيڪا ان وقت مادرملت محترم فاطمه جناح جي هٿان سائين غلام مصطفي شاه جن وصول ڪئي. ٽيم جا ٻيا قابل ذڪر رانديگر، علي محمد شاه (ڪوٽائي) الله ورايو شاه(ڪوٽائي) چوڌري منظور(ريلوي ملازم) عبدالستار (گول ڪيپر) بچل عرف بچو(خيرپور) ۽ چوڌري نظر محمد جيڪو سائين جو پراڻو دوست ۽ ساٿي هيو. ميچ ۾ سوڀ ملڻ کان پوءِ روهڙي ۽ سکر ۾ زبردست جشن ملهايا ويا.

سائين غلام مصطفي شاه صاحب ٢ سال استاد جي حيثيت ۾ روهڙي ۾ رهي واپس پنهنجي ڳوٺ بهاولپور ويا. جتي وري ١٩٥٨ع ايڪسائيز ڊپارٽمينٽ پنجاب ۾ ٽيڪسيشن آفيسر مقرر ٿيا. دوران ڊيوٽي جي والده ماجده جي حڪم سان ٨ سال ڪيل ڊيوٽي کي خيرباد ڪيو ۽ پاڻ ياد الاهي ۽ فقيري رنگ ۾ رنگجي ويو.

ان حوالي سان پاڻ ٻڌايائون ته ١٩٨٠ع ۾ پنهنجي دوستن علي حسن مهر ۽ گل محمد مهر سان گڏجي پهريون ڀيرو جيئن ئي درگاه بيدل بيڪس تي زيارت لاءِ حاضر ٿيس ته پهرين ڏينهن ئي بيدل سائين پنهنجو ديدار ڪرايو ۽ ان ڏينهن کان اڄ تائين بيدل سائين پنهنجي محبت سان گهرائين ٿا۽ پنهنجو ديدار پسائين ٿا. هن وقت ضعيف عمري ڪري طبيعت ناساز هوندي آهي ۽ بيدل سائينءَ تي به وڃڻو هوندو آهي ته ڪرامت سان طبيعت ٺيڪ ٿي ويندي آهي ۽ اهڙي حالت ۾ به بيدل سائين خاص عنايت سان گهرائيندا آهن. جيڪي مون عاجز تي فقير بيدل صاحب جن جي خاص عنايت آهي. جيڪا مان پنهنجي لاءِ وڏي سعادت سمجهندو آهيان.



مرحوم مخدوم غلام رسول (وار مبارڪ وارو) مرحوم مهدي شاه، فقير احمد بخش المعروف مٺل مسرور، ممتاز فقيرمرحوم نظام الدين فقير، غلام حسين فقير(پيرڳوٺ) ارباب علي فقير(پيرڳوٺ) حاجي عاشق علي "دمالي فقير" شامل آهن.

سائين غلام مصطفي شاه جي شادي پنهنجي سادات گهراڻي مان ٿيل آهي، جنهن مان ڪيس ٦ نياڻيون ۽ ٦ پٽن جو اولاد آهي، جيڪي الله جي فضل سان سڀ شادي شده آهن. ٽن فرزندن کي گورنمينٽ جي ملازمت آهي ۽ ٽي فرزند پنهنجو ڪاروبار ۽ زمين سنڀالين ٿا.

سائين شاه صاحب جن جي پنهنجي بزرگن جي درگاه سيد قطب الدين شاه ۽ سيد تاج الدين شاه (ٻئي ڀائر) سنجر پور(پيڙا قلعا) سرواهي ۾ آهي. سائين قطب الدين شاه ۽ سائين تاج الدين شاه، غوث بهاول الحق ملتان شريف جا هم عصر آهن. ان درگاه شريف جي عرس مبارڪ تي ۽ هر وقت مولود شريف ۽ نعت خواني ٿيندي رهندي آهي جنهن ۾ ملڪ جا ناليوارا مولوي ۽ نعت خوان شريڪ ٿيندا آهن. ان درگاه مبارڪ جا هينئر گادي نشين پڻ پاڻ سيد غلام مصطفي شاه جن آهن. پاڻ قادريه سلسلي جي بزرگ سيد عبدالرحمن عرف پورل سائين پرچوندي شريف جا دست بيعت طالب آهن.

سائين جڏهن به بيدل سائين جي درگاه شريف تي ايندو آهي ته سندس حلقه احباب ۾ سيد محمد شاه بخاري "حسيني" سجاده نشين درگاه "شهيد صادق شاه بادشاه جيڪب اباد" عبدالحليم، ميان حضورالدين "حضوري" انيڙفقير، احسان علي کوهارو، شمس الدين منگي، غلام اصغر سنجراڻي، زاهد حسين، حاجي علي نواز منگي شامل هوندا آهن.

اسان جي دعا آهي ته الله پاڪ کين شال مڪمل صحت مندي سان عمردراز عنايت ڪري جيئن سائين جن جي فيض جي سبيل جاري ۽ ساري رهي. آمين



درگاه شريف تي سندس صحبتي فقيرن ۾ مرحوم ميان بيگ محمد قريشي سابقه گادي نشين جيڪو درگاه بيدل و بيڪس جي موجوده گادي نشين ميان غلام نجف قريشي جا والد آهن. مرحوم الاهي بخش شيخ صاحب جيڪي روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ اعلي عهدي تي فائز هئا. مرحوم رسول بخش پٺي.

# بيدل – هڪ صوفي شاعر

اختر درگاهي

سنڌ جي برک ڏاهي رشيد ڀٽي هڪ هنڌ لکيو آهي تہ تاريخ جي مطالعي مان پتو پوندو تہ هر مذهب وقت، دور ۽ سماج ۾ هڪ سڌارڪ ۽ انقلابي تحريڪ جي روپ ۾ اڀريو ۽ اسريو آهي. اهوئي سبب آهي جو هر مذهب ۾ اسانکي عالمي هڪجهڙايون ملن ٿيون جهڙوڪ الله جي وڏائي ۽ حاڪميت، نيڪي ۽ چڱائي جي تلقين، انسان جي ڀلائي ۽ سماج جو سڌارو.

جڏهن اسان تصوف تي نظر وجهئون ٿا تہ اهو اسان کي هر مذهب جو بنيادي مرڪز، نچوڙ ۽ روح نظر اچي ٿو. تصوف دراصل خدا سان انسان جو ذاتي تعلق وارو جذبو آهي. مذهب لاء انگريزي لفظ (رليجن) لئٽن زبان جي لفظ (رليگوري) مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ انسان جو خدا سان ڳانڍاپو. تصوف پنهنجو پهريون اظهار رياضت ۽ نفس ڪشي ڪان ڪيو آهي. مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو تہ پيغمبر عليه السلام جي ڏينهن ۾ ئي انجا ڪجهہ اصحاب دنيا کي حقير سمجهندا هئا ۽ عيش آرام کان عاري زندگي بسر ڪندا هئا. اڳتي هلي تصوف ۾ انهي رسمي عبادت جي برعڪس خدا سان محبت جو عنصر نمايان ٿيندو ويو. حضرت بيبي رابعہ بصري هڪ هنڌ چيو تہ "الله جي محبت مونکي اهڙو تہ جذب ڪري ڇڏيو آهي، جو هيئنر منهنجي دل ۾ نہ محبت آهي، نہ نفرت ۽ نہ ڪا ٻي شيء" ۽ اهڙو الله جو عشق جڏهن حضرت بيدل کي مليو ٿو تہ هو شڪرانہ ٿو ڳٽي

عشق عطا ڪيائون توکي بيدل ڪر شڪرانا

خدا سان محبت ڪندڙ اهڙن صوفين کي قرآن ۽ حديث جي رسمي يا سطحي تعليم جنهن ۾ صرف روزي، نماز ۽ حج وغيره تي زورڏنل هو، ان مان تسڪين ڪانہ ملي، پر اها ڳالهہ سمجهڻ گهرجي تہ انهن رسمي عبادت کي رد نہ ڪيو هو پر مذهب جي روايتي ۽ خشڪ طرز عمل کان [illegible] ڪونہ ٿيا جيئن شاه لطيف فرمايو تہ:

روزو ۽ نماز اِيءَ پڻ چڱو ڪم

اهو ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسين پرين کي

اهڙو ئي اظهار اسان جي بيدل سائين هن طرح ڪيو آهي.

ڪشف قبور قلوب نہ منگين

منگين درد هڪلا

مئي نوشان دا مشرب چوکا

تسبيح چوڙ مصلا

منصوري منصب دا بيدل

هي مقصود معليٰ

بيدل جي نزديڪ سندس محبوب جو چهرو ئي هن لاء ڪعبو ۽ قبلو آهي، سندس اڳواڻ ۽ اما عشق آهي، جنهن جي هوندي ظاهري عبادت ڏيکاء آهي.

مک ماهي دا ڪعبہ قبلہ عشق امام حقاني

زهد عبادت تقويٰ تاون اعليٰ عشق رباني

دراصل تصوف ڪجهہ مذهبي پيشوائن جي ڪٽرپڻي ۽ انهن طرفان مذهب جي ڇڏيل اصلي روح جي رد عمل ۾ پڻ اسريو آهي، جو تہ ڪجهہ مذهبي مبلغن مذهب کي صرف ۽ صرف الله جي پيروي تائين محدود ڪري ڇڏيو آهي، انهن انسانن جي عالمي وحدت، عظمت، عزت ۽ الله سان ان جي تعلق کي اجاگر نہ ڪيو. اهڙن مذهبين خالق ۽ مخلوق ۾ وڇو وجهي ڇڏيو. هنن جي نزديڪ خالق صرف عرش تي ۽ مخلوق فرش تي آهي. يعني ڪابہ محدود هستي لامحدود ۾ ضم ٿي نہ ٿي سگهي. جڏهن تہ صوفين وٽ انسان جو رتبو تمام مخلوڪات کان اعليٰ آهي ۽ قرآن جو موضوع ئي انسان آهي. انسان هن ڌرتيء تي الله جو خليفو آهي، آدم سر الٰهي آهي ۽ ا جو پرتوو ۽ ظهورو آهي. انسان جي اها عظمت ۽ ان جو خدا سان تعلق قرآن پاڪ جي هنن آيتن مان ظاهر ٿئي ٿو.

نفخت فيہ من الروح فقعولہ ساجدين

(جڏهن مان آدم جي جسم ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان تڏهن اوهان ان جي اڳيان سجدي ۾ جهڪي وڃو)

لقد ڪرمنا بني آدم

(اسان آدم کي مڪرم ڪري پٺايو آهي)

الانسان سري وانا سره

(انسان منهنجو راز آهي ۽ مان انسان جو راز آهيان)

نحن اقرب اليہ من حبل الورِيد

(اسان انهن کي شہ رگ کان بہ ويجها آهيون)

انسان جي اها عظمت ۽ ان جو خدا سان رشتو بيدل سائين جي هنن شڪرن مان بخوبي ظاهر ٿئي ٿو.

آهيان مان اسرار عجائب ٿي آيس انسان

ٻانهپ ٻولي نانهہ ڪا سارو سر سبحان

خلق آدم اعلي صورت غير خدا جو ناهين•
بيدل بندو نانھ تون چو ٿو ڪوڙ ڪمائين•

ڏس شان شاهي پنهنجو ڇڏ عبديت اوٽار ميان•
سار لهين سڌ پنهنجي آهين يڳانو يار ميان•

اهڙي طرح هر صوفي مفڪر جيان بيدل جي ڪلام ۾ ٻ انساندات جي عظمت. وحدت ۽ ايڪائي نظر اچي ٿي

حقيقت ۾ هڪ ٿيو ڪفر ۽ ايمان
مظهر مولا پاڪ جو هندو مسلمان
تارا ڪيا تالان سورج سندي سوجهري.

جڏهن انسان پنهنجي عظمت پرکي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاتو ته پوءِ هن ۾ پنهنجي خالق سان ويجهي اچڻ ۽ ان ۾ فنا ٿيڻ جي خواهش پيدا ٿي. اڳتي هلي انهيءَ الله جي محبت هڪ اهڙي ازلي عشق جو روپ اختيار ڪيو جنهن کي صوفين روحاني قوت تسليم ڪيو. صوفين جي وحدت الوجودي فڪر جي سرواڻ بايزيد بسطامي انهي محبت پري عبادت کي هڪ جذباتي ۽ مجازي موڙ ڏنو. هيئنر عشق جستجوءِ جو نالو بڻجي ويو. جيئن شاه لطيف فرمايو:

ڳوليان ڳوليان م لهان شال م ملان هوت

انهي عشق جي جذبي کي جڏهن عبادت جي درجي تي پهچايو ويو تڏهن حقيقي عشق جي منزل ماڻڻ لاءِ مجازي محبت جو رستو اختيار ڪرڻ لازمي بڻجي ويو. اهڙي مجازي محبت جي درجي تي اسان جو بيدل سائين هڪ نرالو ۽ منفرد عاشق نظر اچي ٿو.

ڪوڏ ڏنو سين جڳ ۾ جيڏيون عشق جهڙو آزار
دوا درمل نانهن انهنجو جيڪي برد سندا بيمار

اکيون اڙايم هوش گنوايم من مستانو ٿيو ڙي جيڏيون
مونکي بي خود بي اختياري ڪيفي نيڻن ڪيو ڙي جيڏيون

مجازي عشق جي اهڙي حالت ۽ مستيءَ سبب عاشقن کي دنيا پاران ملامت پلئه پوندي آهي پر هڪ سچو عاشق خوشيءَ سان اها ملامت سر تي کڻندو آهي جيئن حافظ جو شعر آهي ته:

گرچه بدنامي است نزد عاقلان
ماتضي خواهيم ننگ و نام را

اهڙي ريت بيدل ٻ عشق جي راهه ۾ هر بدنامي اکين تي کئي ٿو ۽ بزرگيءَ جي جاءِ تي رنديءَ کي اهميت ٿو ڏي.

برهه جا بار بدناميون چمي چشمن تي چايا سي
بزرگيءَ کان پڇي بيدل رنديءَ جا رنگ رچايا سي

اهڙي عشق ۾. محبوب ۽ عاشق پاڻ ۾ جذب ٿيڻ جي صورت اختيار ڪئي ۽ هڪ مخصوص وجدانيت پيدا ٿيڻ لڳي. عشق م وجد جي ان منزل تائين پهچڻ لاءِ صوفين اجتماعي حال. سماع ۽ راڳ ويراڳ کي عبادت ۾ داخل ڪيو. انهيءَ جو اظهار بيدل هن طرح ڪيو آهي.

سالڪ رمز سرود جي سمجهن مورک مول نه مڃن ڪڏاهان
راڳ جا قائل من جا مائل وڻن سي رمزن واريون راهان
سٽي سرود سڪر ۾ بيخود بي سر پهرن قرب ڪلاهان
ناچ نچائن ڳائن ڳائن عرشون لنگهن انهن جون آهان
نيهن ۾ پاڻ نچائج بيدل درد جو يار دليون ٿج خواهان

اهڙي وجدانيت واري ڪيفيت ۾ عاشق ۽ معشوق. حقيقت ۽ مجاز. محدود ۽ لامحدود. پاڻ ۾ ضم ٿي هڪ ٿيڻ لڳو ۽ انساني روپ ۾ اها اصل ذات ظاهر ٿئي پئي. جيئن بايزيد فرمايو "منهنجي جيءَ ۾ ڪجهه ٻ نه آهي سوا خدا جي" ۽ اهو پڻ چيائين ته "سبحاني ما اعظم شاني" پاڪائي جڳائي مونکي ڪيڏو نه آهي شان منهنجوساڳي ڪيفيت جو بيان ڪندي جنيد بغدادي فرمايو ته " الله ٽيهه سال جنيد جي زبان ۾ ڳالهايو پر اها خبر نه جنيد کي هئي نه خلق کي" انهيءَ فڪر کي حسين بن منصور حلاج اڳتي وڌايو ۽ "اناالحق" جو نعرو هنيو. اسانجو بيدل سائين ٻ عشق جي جڏهن اهڙي منزل تي پهچي ٿو ته هو ٻ منصور جيان هيئن دم هڻي ٿو.

١. من عرف جو سمجهه اشارو اتي اناالله هڻ تون نعرو
ورهه وڄاءِ تون نيهن نغارو بيدل برهه بي اختيار
٢. وحدت ۾ جند جان وڃائي بيدل هڻ منصوري دم
فاذڪروني اذڪرڪم ذاڪر ٿي مذڪور ۾ گم
٣. آءِ سارو سر آهيان پول نه پيو ڪو پانيان
بيدل آهيان سر الهي صورت سانگ بنايان
٤. سر سبحاني آهيان صورت ڪيل ڪلايان
سبحاني ما اعظم شاني ڪاٺي طبل وڄايان

ان کان اڳ جو اسين اڳتي وڌون، هتي آءِ هڪ حديث قدسي ٻڌائڻ ضروري سمگهان ٿو. حديث قدسي ۾ الله تعالي فرمايو آهي ته:

من طلبني . وجدني
ومن وجدني، عرفني
ومن عرفني . حبني
ومن حبني، عشقني
ومن عشقني، عشقة
ومن عشقة . قتلة

اهڙي طرح هر عاشق کي سر جو سودو ڪرڻو پوي ٿو، ۽ پوءِ عاشق جو ڪسجڻ، سوليءَ تي چڙهڻ، زهر جو پيالو پيئڻ، گهاٽي



۾ پيڙهجڻ، خود محبوب جي رضا ٻڌجي پوي ٿو ۽ عاشق پنهنجو سر ڏيڻ هڪ ازلي جوابداري سمجهي ٿو. جئن شاه عنايت فرمايو ته:

سر در قدم يار فدا شد چہ بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چہ بجا شد

اهڙي سر ڏيڻ ڏيڻ ۽ سوليءَ تي چڙهڻ واري ڪيفيت ۽ خواهش بيدل جي هنن شعرن مان ظاهر ٿئي ٿي.

سر ڏي اول سورهيہ سگهو پوءَ نيهن ۾ نروار ٿج
منصور وانگر سڪ منجهان سر يار سوري تي سنج

حلاج جي حالت ۾ رهہ گهرجان نہ ٻي ڪنهن گهير تون
سر سمجهہ انساني ادا، ڪر ٻي سريءَ جو سير تون

مطلب تہ قادر بخش بيدل سنڌ ۾ شاد لطيف ۽ سچل سرمست کانپوءِ صوفي فڪر جي وحدت الوجودي شاخ جو هڪ بلند پايہ شاعر آهي جنهن انهي فڪر کي پنهنجي دور ۾ اڳتي وڌايو آهي. بيدل جو سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام تہ منظر عام تي اچي ويو آهي پر جيڪڏهن سندس فارسي نثر ۽ نظم جي اٽڪل ٢٣ ڪتابن کي ڇپرايو وڃي تہ انهيءَ فڪر جا ڪيترائي اهم نقطا ۽ راز ظاهر ٿي سگهن ٿا.



# بيدل جي تصنيف "پنج گنج"

امداد علي دايو

هونءَ تہ صوفي مت تي گهڻائي ڪتاب لکيل آهن جن فقيرن جي رهنمائي ۽ روحاني پرورش سهڻي نموني ڪئي آهي. اهڙن ئي ڪتابن ۾ فقير سائين بيدل جي تصنيف "پنج گنج" اهڙو جامع هدايت نامون آهي جنهن جا چاليهہ سبق پڙهڻ سان صوفي فڪر جي بنياد جي ڄاڻ پوي ٿي.

پنج گنج بيدل سائين جو قلمي نسخو پهريون پيرو مولوي سبحان بخش سن 1986ع ۾ فارسي مان سنڌي ترجمو ڪري پٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڪاميٽي حيدرآباد مان ڇاپرايو. جنهن ۾ پنج گنج جا سبق شروع ٿيڻ کان اڳ مختلف واقعا ۽ ذڪر ڏنل آهن جن اڌ ڪتاب والاريو آهي. ان کان پوءِ ڪراچي يونيورسٽي جي شاهہ لطيف چيئر جي انتظام هيٺ اردو ترجمي سان شاهڪار ڪتاب ڇپايو ويو آهي.

پنج گنج ۾ چاليهہ درجہ آهن هر هڪ درجي ۾ هڪ موضوع ڪنيو ويو آهي. هر موضوع کي قرآن پاڪ جي آيت،سيد المرسلين سردارالانبياءحضرت محمد مصطفيٰ صہ جن جي حديث مبارڪ،رهنمائي صوفيا حضرت مولانا جلال الدين رومي صاحب جي مثنوي،برهان الصوالين سلطان العاشقين سيدنا عبداللطيف ڀٽائي جن جو بيت ۽ چوند حڪايتن جا حوالا ڏئي سمجهايو ويو آهي. چاليهن ئي سبقن جا موضوع هيٺ ڏجن ٿا.

١. دوا ڇڏي دورنگي جي، سوز جي صلاح ڪر
٢. ڇڏ رسمي چال وٺ حقيقي حال
٣. چست ۽ چالاڪ ٿي محبوب جي ميلاپ لاءِ
٤. تون ترت تبريز جيان ، پنهنجي هٿڻ جي ڪل ڪليج
٥. صدق وصفاسان جي هليا. سي چو نہ پرڪي پهچندا
٦. مرشد بنا راهہ. ڪڏهين لهدين ڪينڪي
٧. جفا وارن جس، جس جفا ريءَ نہ ٿئي
٨. ذڪر بنا جا گذري. سا سڀ عمر اجائي
٩. فڪر فنا دا ڪماوتان هے
١٠. ٿي فنا تان باقي ٿيوين ، ٻيا ڪوئي هنر نہ هلدا
١١. حضور دل يا مشاهدي حاصل ڪرڻ جي همتائڻ ۾
١٢. ڏک سکن جي سونهن ، گهوريا سک ڏکن ري
١٣. اڌر پکيڙا ور واهيري، نڪر منجهان ناسوت
١٤. خودي ڇڏ خدا ڏس
١٥. صحبت سپرين جي سراسر اسرار
١٦. جهد ڪر جيسين جيئين، تہ هميش حيات ٿئين
١٧. جاڳڻ مان ئي جس، جس جاڳڻ سان ٿئي
١٨. اولياء ڪرام جي صفت ۽ ثنا ۾
١٩. قلبي مراقبو ۽ خدائي ذات جو ظهور
٢٠. انسان جي حقيقي جوهر ۽ رحمان جي وڏي شان واري خليفي جي صفت ۽ ثنا ۾
٢١. عمل ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ
٢٢. دنيا جي محبت کي ترڪ ڪرڻ ۽ الله جي قرب جو طالب ٿيڻ
٢٣. تيسين رڙ ۽ رو، جيسين سينو صاف ٿئي
٢٤. ڪيني غير جي عمارت کي پاڙئون پٽي، سيني جي صفائي حاصل ڪرڻ
٢٥. سبحاني ديدار ۽ نوراني مشاهدي جي حاصلات جي ثبوت ۾
٢٦. جان ٽوڙ ڪوشش ڪري مشاهدو حاصل ڪرڻ
٢٧. ڪنهن بہ حالت ۾ نا اميد نہ ٿيءِ
٢٨. ويٺي رب ريجهائڻ وارن کان، جاڪوڙا افضل ۽ اعليٰ آهن
٢٩. حاڪمن ۽ ظالمن جي صحبت ۽ ميل ميلاپ کي ترڪ ڪرڻ
٣٠. خودي ۽ خدا ڪين ماپن هڪ ماڻ ۾
٣١. دنيا جي چشڪن تي موهجڻ ۽ آخرت جي لذتن کي ترڪ ڪرڻ
٣٢. تونگريءَ جي بجاءِ قناعت ۽ خواهشن جي بجاءِ حق جي رضا پسند ڪرڻ
٣٣. دائمي مخفي ذڪر ۾ رهڻ ۽ روحاني آئينو صاف ڪرڻ
٣٤. فقراء جي اعليٰ شان کان خبردار ڪرڻ ۽ هن بي سروپا ٽولي جي تعظيم ڪرڻ جي ترغيب
٣٥. اهل الله تان شرعي حڪمن جو هٽڻ ۽ واصل بالله تان ظاهري ٻنڌڻن جو معاف ٿيڻ جي باري ۾
٣٦. عشق ۽ محبت سراسر بي آرامي ۽ نامرادي آهن
٣٧. مال جمع ڪرڻ ۽ روڪي رکڻ جي مذمت ۽ ڏڪارڻ ۾
٣٨. (دنيا کي) ترڪ ڪرڻ ۽ (خدا جي راهہ ۾) خرچ ڪرڻ جي بيان ۾
٣٩. قضا يعني رب جي ڪيل فيصلي تي راضي رهڻ جي ترغيب ۾
٤٠. خاص شخص عام ماڻهن واسطي شفاعت ۽ سفارش ڪندا

پنج گنج ۾ بيدل سائين مثنوي مولانا روم ۽ شاهہ جي رسالي کي قرآن پاڪ جا بهترين تفسير ظاهر ڪري ٿو.چاليهہ سبقن ۾ انساني اعليٰ احساسن کي اجاگر ڪرڻ جو مڪمل سامان موجود آهي، اهي انسان کي معاشري ۾ موجود براين ۽ بڇڙاين کان بچڻ ۽ محمد صہ و آل محمد جي طريقن موجب زندگي گهارڻ لاءِ رهنما آهن.

هن ڪتاب جي اهميت ۽ علميت جي اظهار لاءِ هتي هن ڪتاب جو هڪ منتخب سبق پيش ڪجي ٿو.

درجه سي و نهم "درجو اوڻيتاليهون"

قضا يعني رب جي ڪيل فيصلي تي راضي رهڻ جي ترغيب ۾

آيت

قال الله تعالي جل جلاله و عم نواله: ولنبلو نكم بشيء من الخوف والجوع و نقص من الاموال والثمرات

ترجمو: "اوهان کي خوف، بک، مالن، چندن ۽ ميون مان ڪنهن نه ڪنهن شي سان ضرور پرکيندا" پ- ۲، س- بقره، ع- ۱۹

حديث

عن سعد رضہ قال، قال رسول الله صہ : من سعاده ابن آدم رضاه بما قضي الله له و من شقاوة ابن بماتر ڪ استخاره الله و من شقاوة ابن آدم سخط آدم قضہ الله له

ترجمو: سعد رضہ کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلعم "آدم جي نيڪ بخت اولاد مان اهي شخص آهن، جيڪي الله انهن لاءِ جو ڪجهه فيصلو ڪيو آهي، تنهن تي راضي رهيا، ۽ آدم جي بدبخت اولاد مان اهي شخص آهن، جن الله کان خير جي طلب ڪرڻ ڇڏي ڏني، ۽ آدم جي نياڳي اولاد اهي شخص آهن، جيڪي الله جي ڪيل فيصلي تي ناراض رهيا."

(رواه احمد والترمذي وقال هاذا حديث غريب)

مثنوي

مابها و خون ها را يافتيم
جانب جان باختن بشنافتيم
اقتلوني اقتلوني يا ثقات
ان في قتلي حيواة في ال حيوات
ان في قتلي حياتي دائما
اقتلوني اقتلوني لائما

ترجمو

اسان قيمت ۽ خون بها حاصل ڪئي سون (جڏهين) جان ، بازي جي طرف ڊوڙائيسون مون کي قتل ڪر، مونکي قتل ڪر مضبوطي سان تحقيق منهنجي قتل ڪرڻ ۾ حياتي ۾ حياتي آهي بلاشڪ منهنجي قتل ڪرڻ ۾ دائمي حياتي آهي مون کي قتل ڪر، مونکي قتل ڪر، فيصلي موجب

بيت

سر ڊونديان ، ڏڙ نه لهان ، ڏڙ ڊونديان سر ناهه
هٿ ڪرايون آگريون ، ويون ڪيڇي ڪانهه
وحدت جي وهاءِ ، جي ويا سي وديا.

حڪايت

حقيقت آگاه صوفين جي سرتاج ۽ احديت انتباه عارفن جي پير طريقت شهيدالحق مشهود مطلق حضرت شاه عنايت الله قدس سره جي باري ۾ ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي ڏينهن سندن شهادت جو واقعو ڪين ڪشف جي رستي معلوم ٿيو، سو وحدت جي نشي مان فرمائڻ لڳا ته " فقيرن جو موت راحت آهي" ۽ انهي ايندڙ واقعي کي وڏي خوشي سان ۽ منصور جي مثل سرور مان کولي کولي بيان ٿي ڪيائون. مريدن مان هڪڙو فقير جهوريندڙ خبر ٻڌي، صوفي صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪرڻ لڳو ته : سنڌ جي حاڪم کي ڪهڙي مجال ائين ڪرڻ جي، ڇو ته سائين جن جا غلام ئي اهڙي طاقت رکندڙ آهن، جو هڪ گهڙي ۾ ملڪ تي آفت برپا ڪري ڇڏين ۽ هندستان جي والي جو تخت گاه آيت "انهن مان ڪن کي زمين ڳهي وئي" موجب زير زمين ڪري ڇڏين. نظم :

زندن جي شراب خانه جي دروازي تي قلندر هوندا آهن
جيڪي حڪومت کسيندا به آهن ۽ عطا به ڪندا آهن

پاڻ فرمايائون ته اهڙي قسم جي گفتار ڪرڻ تسليم ۽ رضا واري ٽولي کي لائق نه آهي، ڇاڪاڻ ته اسان کي سيدالشهدا حضرت امام حسين عليه السلام جي عاشقن ۾ شمار ڪيو اٿن، نه مولانا جامي جي مريدن ۾. نظم :

جفا ۽ ملامت سر تي سٺي سون ۽ خوش آهيون
ڇو ته اسان جي شريعت ۾ جو ناراض ٿيو سو ڪافر آهي

حاضر فقيرن عرض ڪيو ته : مولانا جامي لدني راز جي ماهرن مان نه هو ڇا؟ ۽ فنا في الله جي سير ۾ نه هو ڇا؟ پاڻ فرمايائون ته مولانا صاحب عروجي سير ۾ منتهي کي رسيل هو، فيض جو صاحب فيض بخشيندڙ هو، صرف تسليم ۽ رضا جي مضبوط رسي کي پختو ڪري نه ورتو هئائين. اهو مقام ۽ منزل صرف حضرت حسين عليه السلام جو شان هو. قضا تي راضي رهڻ ۽ هر قسم جو بار سر تي سهڻ، اسان انهي قسم جي دروازي جا خاڪبوس آهيون.



# درگاه تي عمارت سازي

فقير احمد بخش بدوي (مٿل مسرور)

ڪتاب ديوان بيدل مهتمم گدومل هرجاتي پنهنجي نگراني هيٺ سال ١٩٤٠ع ۾ شايع ڪرايو. هي صاحب ١٩٤٠ع تائين خانقاه حضرت بيدل جي ڄاڻ صفحي ٥٥ تي هن طرح ڏني آهي.

"فقير بيدل سائين قدس سرہ جن جي درگاه شريف روهڙي اسٽيشن جي پرپر آهي. ريلوي بند جو خيرپور طرف وڃي ٿو، تنهنجي ڪاٻي پاسي خانقاه ٺهيل آهي.

انهي درگاه جي هند اڳ هڪ ننڍو ون هوندو هو. ٻي ڪا وسندي ڪانه هئي. روهڙي اسٽيشن ۽ ريلوي بند فقير صاحب جن جي وصال بعد جڙيا. فقير صاحب ان ون وٽ هيٺان بعضي بعضي مراقبو ڪري اچي ويهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن حاضر مجلس جي پڇڻ تي فرمائيندا هئا ته فقير پوء هتي ايندو، آخر ٿيو به ائين.

درگاه ٺهڻ کان اڳ اتي لانڍي ٺهيل هوندي هئي. ڪجھ عرصي کانپوء ڀائي ڪشن مل ۽ ٻين طالبن کي اچي خيال ٿيو ته فقير صاحبن جي تربت مٿان قبو اڏائجي. سنت ٿي انهيء خيال کي عملي جامو پهرائڻ لاء سڀ سامان پٿر سرون وغيره، لهي چڪا. ڪم شروع ٿيو.

ڪم هلندي ڪي به واقعا ٿيا. جنهن ڪري ڪم بند رکيو ويو. ڇا ٿيو جو خليفي بيگ محمد جي گهر ۾ ڪو واقعو ٿيوء ٻيو ڀائي ڪشن جو پٽ دولها ڏنو مل جو هال حيات آهي اچي مرڻ کي ويجهو ٿيو. ڀائي ڪشن مل پٽ کي آڻي تربت جي وچ ۾ سمهاري ڇڏيوء ٻاڏايو ته " جيئندا قبلا خطا معاف ٿئي ۽ پٽ کي شفا حاصل ٿئي."

ٿورن ڏينهن کانپوء ئي فقير درگاه تي استخارا ڪرڻ ويٺا ته درگاه جو ڪم شروع ڪجي. ڪين ارشاد ٿيو ته چڱو هڪ سادي چوڪندي ٺهرائي ڇڏيو. پوء درگاه جو ڪم شروع ٿيو. جا هاڻ پسجي پئي.

نيڪ روشن هجي ته آء سال ١٩٤٢ ع کان وٺي بارگاه بيدل بيڪس ۾ ايندڙ آهيان، جنهن وقت ۾ منهنجو والد فقير غلام علي مسرور پئراج ڪاٽي ۾ ملازم هو. ان دور ۾ ئي منهنجي طبيعت جو لاڙو بابا سائين جي طرف سڀ کان وڌيڪ هو. المختصر ان جو سبب سندس پيار ڀري پالنا هئي. مان اجان اسڪول ۾ نه ويٺو هوس عمر فقط چار پنج سال مس هئي ۽ هي دور سرڪار بيدل ۽ سرڪار بيڪس جي درگاه ٺهڻ جو ٻيو دور هو. جيڪو ان بعد ١٩٥٣ع تائين مسلسل هليو. جنهن تحت جڳھ ۾ فقط سرن جي اوساري ٿي هئي. چاڪاڻ ته ڪم جو سچو توجه اندروني ڪاني جي ڪنٻڙي ۽ ان جي سامهون ٻاره دري جي جوڙ طرف ڇميل هو. جيڪو ڪم مڪمل ٿي چڪو هو. جڏهن فقير مسرور سائين وصال ڪيو ته ڪم بند ٿي ويو. چاڪاڻ ته اهو ڪم فقير مسرور جي نگراني ۽ هندو درويشن جي تعاون سان ٿيندو هو. فقير مسرور جي وصال بعد باقي رهيل هندوصوفي درويش به انڊيا ويا. اهوئي خاص سبب هو، جنهن ڪري هي ڪم ٿورن سالن لاء رڪجي ويو.

جنهن بعد سيد رحيم ڏنو شاه بڪاروارو ڪم ڪرائيندو رهيو. هي صاحب سرڪار بيدل بيڪس جي بارگاه ۾ سوالي هو ته مونکي رب پاڪ جي حضور مان نرينه اولاد عطا ٿئي. هي صاحب مولوي سبحان بخش کي درگاه اندر وٺي وڃي دعا گهرائيندوهو. اهو سلسلو ڪافي سال هلندو رهيو پر سيد صاحب کي نرينه اولاد ملڻ ۾ ڪافي تاخير ٿي چڪي هئي.

هڪ دفعي مان، ميان حيدر بخش سائين سان ڪچهري ۾ ويٺو هوس ته سيد رحيم ڏنوشاه آيو ۽ اچڻ سان اها شڪايت ڪرڻ لڳو ته مان هتان جو جهونو خدمتگار آهيان. ورهين جا ورهيه گذري ويا آهن. منهنجو نرينه اولاد وارو سوال پورو نه ٿو ٿئي. مالڪ منهنجو ڪم نه ٿا ڪن. هاڻي ته مان پوڙهو به ٿي چڪو اهيان ۽ هٿ ۾ لٺ به ڪنئي اٿم.

سيد بادشاه جي ان چوڻ تي ميان حيدر بخش ڪلي ڏنو ۽ مون کي منهن ڪري چيائين ته " مٿل هل اڄ بيڪس سائين کان سيد بادشاه کي پٽ وٺي ڏيون" ائين چئي ميان حيدر بخش، سيد رحيم ڏني شاه ۽ هڪ هيسباڻي قوم جو فقير قلندر بخش درگاه اندر ويا. اهڙيء طرح آء به سندن پٺيان درگاه ۾ ويس سائين ميان حيدر بخش مونکي هٿ کان وٺي سرڪار بيڪس جي مزار جي ويجهو آڻي چيو ته "سهڻا سائين بيڪس سائين سيد بادشاه کي هن مٿل جهڙو مٺڙو سهڻو پٽ ڏئي" ائين چئي ميان حيدر بخش درگاه کان ٻاهر نڪري آيو.

نيڪ روشن هجي ته سيد رحيم ڏني شاه کي ان سال ئي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو قاسم علي شاه رکيو ويو. مولوي سبحان بخش، سرڪار رحيم ڏني شاه تي زور ڀريو ته هتان توکي نرينه اولاد مليو آهي، تنهنڪري هت هڪ مسجد جوڙايو. اهڙي طرح سيد رحيم ڏني شاه مسجد جو پورو خرچ ڏئي ڪم مڪمل ڪرايو.

اصل کان درگاه جي ڪم ۽ ڪاڏي پيتي جو خرچ فقط عقيدتمند ۽ سڪ وارا ڪندا هئا. اهڙي طرح ڪجھ شڪارپور وارن مسلمانن ۽ هندن ۽ رياضت سان درگاه تي ايندڙ فقيرن لاء ڪافيون، ڪمرا ۽ وراندا ٺهيل هئا.

سرڪار مسرور سائين پنهنجي دور زندگي ۾ اڪثر طور مون کي درگاه تي وٺي ايندو هو، هڪ ڏينهن مون درگاه جي اوپر طرف هڪ چوڪندي ڏٺي، جنهنجي اولهه طرف ڪجھ تربتون به هيون ۽ چوڪندي جي اندر فقط هڪ مزار هئي، جنهن تي چادر چڙهيل هئي. پڇا ڪرڻ تي مسرور سائين ٻڌايو ته اها چادر مبارڪ واري مزار سيد نواب شاه جي آهي

جيڪو اسان جي مرشد بيدل بيڪس جو عاشق آهي. بهرحال جڏهن واپس شڪارپور آيا سين ۽ معمول مطابق رات جو مان، بابا سائين جي ڪٽ تي ويهي ڪيس زور ڏئي رهيو هوس. ته اچانڪ منهنجو خيال وري سائين نواب شاه طرف ڪجي ويو. جنهن سبب مون بابا سائين کان پڇيو ته سرڪار نواب شاه اصل ڪاٿئون جو هو. تنهن تي فقير بابا فرمايو ته ٻڌ پلا پر زور ڪجھ آهستي آهستي ڏئي ۽ سائين جي ڳالهه ڌيان سان ٻڌ. " هي سيد سڳورو روهڙي شريف جي ٻاهران ڪوٽ جو ويٺل هو. ۽ عاشورن جي ڏهاڙن ۾ حسيني ماتم ڏسڻ جو شوقين هو. سو هڪ دفعي عاشورن جي ڏينهن ۾ سرڪار بيدل وٽ پهتو جتي ان وقت درويش حسيني مناقبه ۽ مرثيه راڳ جي نوعيت ۾ ڳائي رهيا هئا. موقعو وٺي سائين نواب شاه، هادي سائين کي چيو ته شهر ۾ حسيني ماتم هلي رهيو آهي ۽ اوهين هت راڳ ڳائي رهيا آهيو، اهڙي طرح وري جوش ۾ اچي چيائين ته " اٿو هن وقت ئي هلي حسيني ماتم ۾ شريڪ ٿيو. ان چوڻ تي سرڪار بيدل مٿي پيرين اگهاڙو سيد سڳوري سان گڏ حسيني ماتم طرف اٿي هليو، ماتم جي ويجهو ٿيڻ وقت سيد نواب شاد ڪنهن ٻي طرف واجهائي رهيو هو، تنهن تي سرڪار بيدل سيد نواب شاه کي هٿ کان وٺي سٽ ڏئي چيو ته هيڏانهن مالڪ اچي رهيا آهن ۽ تون وري هيڏي هوڏي ٿو ڏسين. ان تهه جيئين ئي ميان نواب شاد ماتم طرف ڏٺو ته بيهوش ٿي ويو.

سڪايل در چڙهي آيو- منجهان جولان روهڙي ۾

حسيني سر ڏسي ظاهر ٿيو حيران روهڙي ۾

"طبع زاد"

سرڪار بيدل ۽ ڪجھ ٻيا فقير ڪيس ڪٺي آيا. جڏهن هوش آيو ته چيائين " سائين وري ٻه ته اهڙو ديدار ڪرايو" تنهن تي مالڪن فرمايو ته تون ٻه هتي اسان وانگر انتظار ڪر شهنشاهه پاڻ هت ايندا آهن. اهڙي طرح ميان نواب شاد عمر جو ڪجھ حصو اتي رهيو، اهڙي طرح ڪڏهن ايندو هو ته ڪڏهن وري هليو ويندو هو. سرڪار بيدل جي وصال بعد. ميان نواب شاه، سرڪار بيڪس کي عرض ڪيو ته جنهن انتظار ۾ مان هت ايندو آهيان اهو ديدار ته سرڪار مون کي ڪرايو. تنهن تي سرڪار بيڪس سائين ڪيس چيو ته هت هڪ چتو ٿي ويهه ته ڪم ٿئيئي. ان تنبيه ڪانپوءِ سيد نواب شاد درگاد تي رهڻ لڳو. ان بعد بابا مسرور سائين مون کي ڪن کان پڪڙي چيو ته فقراء جون ڳالهيون ڪنن سان ٻڌي، دل ۾ سانڍي ڇڏيندو ڪر. بس هاڻ وڃي پنهنجي ڪٽ تي سمهه ، منهنجووري معمول هوندو هو ته سمهڻ کان اڳ بابا سائين جا هٿ مبارڪ اکين تي رکي بعد ۾ چميون ڏئي پوءِ پنهنجي ڪٽ تي وڃي سمهندو هوس. اڄ وري اچانڪ هڪ ٻيو سوال به بابا کان پڇيم سو ڪجھ هن طرح هو.

مون عرض ڪيو ته بابا سائين جتان مرشد سائين جي درگاه به شروع ٿئي ٿي ان جي ڏکڻ اوپر واري ڪنڊ تي به هڪ ننڍڙي تربت هئي، اها ڀلا ڪنهنجي هئي، جنهن تي فقير مسرور بابا سائين چيو ته اها سرڪار جي گهروارن جي مزار آهي. تنهن تي مون نالي پڇڻ لاءِ جڏهن عرض ڪيو ته پاڻ فرمايائون ته اسان کي نالي وٺڻ جو حق نه آهي. هميشه انهن لاءِ ادب ۽ حيا رکڻ ڪرڻ ئي ڀلو آهي. وري جڏهن ٻئي دفعي بابا سائين سان درگاه ۾ ويس ته ذڪر ڪيل تربت مٿان هڪ ننڍو ڍڪ ٺهيل هو. جنهن جي اتر واري مهاڙي ۾ ننڍي دري پڻ لڳل هئي. مون اتان جي فقيرن کان پڇيو جن ٻڌايو ته فقير مسرور اچي، هن مزار تي ڍڪ ٺهرايو آهي.

نيڪ روشن هجي ته موجوده دور ۾ ڇهن سالن اندر ميونسپل ۽ تعلقي ناظم روهڙي شريف سيد قاسم علي شاه ولد سيد رحيم ڏني شاه ٻڪاروارن جي نگراني ۽ خرچ سان حضرت بيدل جو باغ، بيدل ڪانفرنس هال ۽ درگاه شريف تي ٽائيلس ۽ شيشي جي پچيڪاري جو ڪم ڪرايو آهي. يقين سان اها به اميد آهي ته گذريل دور وانگر ايندڙ ويندڙ ۽ رهندڙ فقراء لاءِ وراندا ۽ ڪمرا به ٺهي جڙي ويندا.



# بيدل ۽ عشق

غلام صديق قادري
رٽائرڊ ڊي آئي جي پوليس

حضرت بيدل سائين جي فڪر ۽ شخصيت جو لب لباب اهو آهي ته ” عشق لڳئي تان ڪر آمين، نا منجهه ڪفر نا منجهه دين“ اها آهي سمري بيدل سائين جي خيال جي، مطالعي جي، شخصيت جي. عشق ۽ صوفي ازم هڪ ئي ڳالهه آهي. عشق منفي ڪدورتون، جيڪي آهن، لوڀ، لالچ اهي نه هجن، محبت ۽ اخوت هجڻ گهرجي. هوءَ به عشق ۾ بنيادن تي آهي، محبت ۽ محنت، پوءِ عبادت هجي يا دنيوي ڪم هجي. اها عشق جي ڳالهه آهي. عشق جي لاءِ مولانا صاحب رومي چيو آهي ته

شاد باد اے عشق خوش سودائے ما

يعني عشق جو صرف سوداء مولوي صاحب کي مليو. اهو مولوي صاحب رومي جنهن جي مثنوي جو ڪتاب پنائي صاحب کي ساڻ هوندو هيو، قرآن پاڪ سان گڏ. بيدل سائين به اتان ئي حاصل ڪيو، جڏهن ته علامه اقبال صاحب به اتان ئي حاصل ڪيو. ته عشق متعلق مولانا رومي چيو آهي ته :

شاد باد اے عشق خوش سودائے ما
اے طبيب جملہ علت هائے ما

اي عشق شل خوش هجين، خدا تعالي جي توتي رحمت هجي، مون ۾ جيڪي ڪمزوريون ۽ ڪوتاهيون هيون، انهن لاءِ تون منهنجو طبيب ٿي آئين.

اے دوائے نخوت و ناموس ما
اے تو افلاطون و جالينوس ما

رندي ۽ فقيري لاءِ چيپ پاپولرٽي هڪڙو عيب سمجهيو ويندو آهي. بيدل سائين چيو آهي ته

بره جا بار بدناميون چمي چشمن تي چايا سي
بزرگي کان پڇي بيدل رندي جا رنگ رچايا سي

ته مولانا صاحب رومي چوي ٿو ته ”اي عشق تون مون لاءِ افلاطون ۽ جالينوس ٿي آئين ۽ جيڪي مون ۾ نخوت جا عيب هاجيڪي چيپ پاپولرٽي جو هڪڙو عيب هيو، سي مون مان نڪري ويا. مولانا رومي هڪ ٻئي شعر ۾ چوي ٿو ته ”جسم خاڪش برسر افلاک شد“ هي به عشق اٿو، اتي معراج جي ڳالهه آ. ان تي ٻن مڪتب فڪر وارن جو اختلاف آ، ڪي چون ٿا ته معراج روحاني ٿيو، ڪي چون ٿا ته معراج جسماني ٿيو. مولانا رومي به چوي ٿو ته معراج جسماني هيو ته اهو به عشق هيو. حافظ شيرازي صاحب ته يڪدم رڙ ڪئي:

الايا ايها الساقي ادرڪا سا ونا ولها
ڪہ عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها

يا الله هاڻي منهنجي مدد ڪر، مان پهريان عشق کي آسان سمجهيو پر هي ته مصيبت ٿي وئي، پر عشق مجازي ۽ عشق حقيقي ۾ فرق آ، انلاءِ خيال ڪجو. شعر آ ته:

نقش را درگذر کن مائل نقاش باش

يعني ته دنيوي هر حسن کان، خطاطي کان درگذر ڪيو، بچاءِ ڪيو پر ان حقيقي نقاش سان عشق ڪريو جنهن اهي نقش ٺاهيا آهن، جيڪو اصل خالق آهي، حسن مطلق آهي.

بيدل سائين به وڏو عاشق هيو. هو پهريائين مجازي عاشق هيو، پر عشق جا سمورا منازل ۽ درجا طئي ڪري حقيقي عشق کي هن حاصل ڪيو.

## قصيده (عربي)

حضرت قادر بخش بيدل

النبي الاخر السابق شفيع المذنبين
ناسخ التوريت امي امام المرسلين
ليلة الاسراء قد خرق السماء معراجہ
واصل الدرجات هي فوق المقام العارفين
من مقامات المعارج ارتفع طيرانہ
اذ نها لبشوا اخيار الاليا‌ء منتحيرين
ليس منسوبا الي طين وما ذاتہ
انہ النور المجسم رحمة اللعالمين
فاطلبو امنہ الحوائج و استعينوافي الامور
والستغيثو امنہ صدقا انہ نعم المعين
زرمو استمد د بہ لو انکر المنکر عليک
قل هوالما ذون بالتائيد للمستضعفين
منجي العنصات من نار الجحيم المحرقة
موصل الابرار بالنعم العظيمة خالدين
هو خليفة ربنا والانبياء خلفائہ
فهو مفعل ما يشادع ”دع“ جدال المنکرين
قد تجلي حسنہ متصور امتنوعا
صارت الصور الجميلة مظهرالنورالمبين
مال صوفيء الي حسن المظاهر راغبا
اذ يسري فيها جمالا احمد باليقين

### كلام هندي

مين هون الک اروپ اجنم اکال ايک
بيچون بيچگونه تبارک تعال ايک

هر مثل سين اگرچ ظاهر ، ولي سمجه
عين وجود ذات ميرا بي مثال ايک

خورشيد ميري سين هوئي ذرات کي مثل
درپن هزار نوري جمال ايک

وهم دوئي ميري سين نه هو ، کامياب کب
مين هون يگانه ميري پاوي خيال ايک

"هستي" ميري ظهور کيا آکي "خاک" سين
ميري آگي هي نقش جمال و جلال ايک

سني "ارني" اپني سين کهي اپني کو "لن تراني"
سامع کليم مين هون جواب سوال ايک

اپني خواهش سون احد سون احمد کهايا مين
بيدل نهان عيان هي حقيقت مين حال ايک

## پنجن ٻولين ۾ مخمس

صلح صاحا في صوامع عاکي حرم الصفا
کين هم پيدا و پنهان است ذاتش کبريا
صورت و معني مين يکتا جلوه گر هي جا بجا
کڏان سڏاوي نام احمد آکي لا احصي ثنا
دم انا الحق جو هٿي منصور جي صورت سما

ليس في الدارين الاهو ، هو الحق المبين
اوست جسم و اوست جان و اوست افلاک و زمين
وه هي روح الله مريم هي وه هي روح الامين
هر طرف اسدا تماشا کيا مغ و کيا اهل دين
سڀ صفت ۾ کيو ظهورو يار جاني دلربا

### كلام سنڌي

ٿي غيب ۾ تون غيب ، لنگهي عيب ثوابون

طالب نه ٿي تقوي سندو ، پي شوق شرابون
چڏ هستي گهن ، مستي ، سڻ رمز ربابون

توري نه کو ٻيو آهه ، هلي آء حجابون
آهين نور کر ظهور ، ٿي نروار نقابون

بيزار خود خيال کون ، بيدار ٿي خوابون
پيهي پس حقيقت پانهنجي، منهن موڙ ڪتابون

ڪج نکتو توحيد جو ، حاصل هر بابون
بيدل وٺ پاٽي کي ، بر بحر حبابون

### كلام سرائيكي

جنهن نون عشق بتاوي راهه، تنهن نون کون کري گمراهه

عشق هي پير پيغمبر ميڏا ، عشق هي هادي رهبر ميڏا
عشق هي حيدر صفدر ميڏا ، عشق هي ميڏي پشت پناهه

عشق جڏان وت حکم هلاوي ، يوسف نون بازار وچاوي
يوسس پيٺ مچي دي پاوي ، عشق هي اصلون شاهنشاهه

عشق امامان نال کيا کيتا ، شاهان جام شهادت پيتا
گهٽيان هاريان گهٽيان جيتيا ، برهه دي ذات هي بي پرواهه

ـ ـق" انا الحق" دا دم ماري ، سولي تي منصور نون چاڙهي
شمس الحق دا پوش اتاري ، عشق دي اعلي هي درگاهه

بيدل عشق منگين درگاهون ، گهن انهي ڀڄڻ ديان ٻانهون
ٿيوين رسيداتون اونهين راهون، رک انهين ڏنهن چت دا چاهه

# حضرت بیدل

ساگر اسعدی

ارض مہران کا
شاعرخوش نوا

بو ئے مہر و وفا - زندگی کی ادا
ہر قدم رہنما - ہر قدم آئینہ

ارض مہران کا
شاعر خوش نوا

رونق بزم جاں - خوشبوئے گلستاں
آپ عظمت نشاں - بے گماں بے گماں

اے دلی کی دعا
شاعر خوش نوا

آپ تنویر ہیں - آپ تصویر ہیں
آپ تحریر ہیں - آپ تقدیر ہیں

اے کہ نقش وفا
شاعرخوش نوا

آپ کی شاعری - ہر قدم روشنی
آپ کی زندگی - حسن کی بندگی

اے کہ نقش وفا
شاعر خوش نوا

اے کہ بو ئے سخن - روشنی کی کرن
اے کہ بو ئے چمن - اے وفا کے متن

یہ جہاں آپ کا
شاعرخوش نوا

تیرے اشعار ہیں - تیرے افکار ہیں
بو ئے گفتار ہیں - گل کی مہکار ہیں

ہے کہاں آپ سا
شاعر خوش نوا

اے وقار قلم - اے مدار قلم
تاجدار قلم - شہر یار قلم

اے کہ فکر رسا
شاعر خوش نوا

اے مرے دوستو - میر محفل ہے جو
اس کو بیدل کہو- اس کو بیدل کہو

ہمنوا آپ کا
شاعرخوش نوا

# نظم

علي اطهر موسائي

عشق ڪري تون ياد انهن کي
سو سو ڳوڙها ڳاڙيندين

چا چا توکي ياد ڪرايان
مجنون ۽ فرهاد ٻڌايان
سهڻي ، سسئي ، مومل ، ليلا
ڪنهنجا ڪنهنجا سور ستايان
پاڻ ڏنئ ايذاء سين کي
ڪنهن ڪنهن کي پرچائيندين

عشق ڪري تون ياد انهن کي
سو سو ڳوڙها ڳاڙيندين

سرمد ڪند ڪپايو تو لاء
دار حلاج سجايو تو لاء
شاه عنايت ساڻ فقيرن
ريٽو جهوڪ رگايو تو لاء
ريت نڀائڻ خاطر ڪيسين
ڪوپا ڪند ڪپائيندين

عشق ڪري تون ياد انهن کي
سو سو ڳوڙها ڳاڙيندين

ڪربل ۾ چا چا نہ ڏٺو تو
خون جگر محبوبن جو هو
پاڪن جي جهولي ۾ پاليل
مولا جو سر نيزي تي هو
ضبط ٻلا ڪيئن ٿيندو تو کان
ڪيسين لڙڪ لڪائيندين

عشق ڪري تون ياد انهن کي
سو سو ڳوڙها ڳاڙيندين



## در بيدل

امام بخش منور روهڙي

شهنشاه بيدل فقيرن جا والي
در تي اوهان جي ڪروڙين سوالي

اميدون ۽ آسون ڪٿي جيڪي آيا
تن جي نہ ٿي آ ڪڏهن جهولي خالي

پسي جلوو بيدل بڻيو آهي بيڪس
ڪري ٿو فقيرن جي جيڪو پالنا

رهن مست هتڙي منظور شاه ۽
ديدار شاه جن ۾ سمايل جلالي

سائين مٺل مسرور سيد مصطفي شاه
ڏين فيض هتڙي وندين پريم پيالي

غلام نجف سائين تي رضا اوهان جي
گادي پلاري جنهن آ سنڀالي

پرتا اٿو سڀ اختر ۽ اطهر
شبير ، سلطان ، عاشق ڏمالي

ڪري قرب جي ڪا عطا خاص بيدل
بڻايو ٿي "منور" سندو باغ مالهي



## حمد

سلطان احمد شيخ

الاهي ڪرم ڪر - برڪات گهرجي
زبان تي هميشہ - آيات گهرجي

عمل اهڙو ڪونهي - جنهن تي خوشي ٿئي
عطا مون ڪي نافع - عمليات گهرجي

رحيم تون آهين - ڪريم تون آهين
لطيف تون آهين - خوش بات گهرجي

ذڪر ذور ڪريو - سڪر ٿئي سڻائي
ٿرن ۾ برن ۾ - برسات گهرجي

مايوسي آهي - ظلمات منظر
محمدﷺ جي صدقي - پرڀات گهرجي

بشر جي نگر ۾ - هر هڪ انداز ۾
ذڪر ۾ فڪر ۾ - صوفيات گهرجي

ستار آهين - غفار آهين
عفو جي نظر ڪر - جنات گهرجي

جهادن ۾ اڪبر - آهي نفس مارڻ
خدا شيخ کي بخش ڪر - خيرات گهرجي



# بيدل پليرو بادشاه

پروفيسر شير محمد بلوچ "شاهد"
اسلاميه ڪاليج سکر

صوفي ۽ سنتن جو رڪن، مجيو مفڪر مصنفن
اندر سندس سهڻا سخن، مٺيو منجهن آ موخزن

سالڪ سچو صوفي صفا
بيدل پليرو بادشاه

مشهور شاعر شش زبان، سولي سپڪ سهڻي لسان
عاشق ۽ صادق بي گمان، افڪار حڪمت جو نشان

آ عاشقن ۾ عالي جاه
بيدل پليرو بادشاه

قائل لطيفي لات جو، سائل سيوهاڻي تات جو
سائل سچو فڪرات جو، گهائل خدائي ذات جو

اتساه چاهن ۾ اٿاه
بيدل پليرو بادشاه

"شاهد" سندس فيض اثر، برسي مٿي جهڙ جيئن ڪڪر
درياه سخاوت پهناور ، سوڀون پڇائي پر ثمر

شاها نوازش پاتشاه
برڪت ڀري هي بارگاه
بيدل پليرو بادشاه

# ڪلام

پروفيسر غلام شبير سومرو
صادق پريمي

هڪ آ هڪ آ هڪ آ - هڪ ۾ نه ڪو شرڪ آ
هڪ جوئي سڀ ۾ لڪ آ - هاديءَ ڏنو سبق آ

آيو سڀ ۾ سير سمائي - بشريت بيک بنائي
ٿو پاڻ ۾ پاڻ لڪائي - وحدت وريو ورق آ

مسجد ۾ بانگ ڏئي ٿو - مئخاني ۾ مئه پيئي ٿو
صوفي مري جيئي ٿو - مردن اهو مرڪ آ

ڏوهڙن ٿوابڙن ڪر گذر - هاديءَ ۾ رکج يڪ نظر
آهي سر صفات سر بسر - هر جاءِ هادي حق آ

جي حسن ٿيو پاڻ آ - پوءِ قبح سنديءَ ڄاڻ آ
منجهه مام ۾ سڃاڻ - هن ڪهن ۾ نه فرق آ

جي هر هڪ ۾ هڪ نه ڄاڻن - سي پاڻ ڪيئن سڃاڻن
مزو عشق جو نه ماڻن - ٻيائيءَ ۾ ٿيو غرق آ

هڪ هڪ ۾ هڪ ٿي چٽ ويو - صوفي لنگهي هي گهٽ ويو
ثابت سيوئي هڪ ٿيو - صادق جو هي صدق آ

## عقيدت

محرم راز ابڙو

نوان جذبا ، نوان احساس کڻي آيا هون
در بيدل تي ، اسين باس کڻي آيا هون

مونجهه مذهب جي کڻي، ۽ کڻي مايا کي سجود
سوز سرڪي جي ، اسان پياس کڻي آيا هون

جتي دک دور ٿين ۽ ميلا مارن جا مچن
اسين محبت جا ، اتي واسي کڻي آيا هون

قافلو عشق سندو ۽ هجي بيدل سرواڻ
راهه اهڙي جي ، اسان آس کڻي آيا هون

اسين پوڄاري سدا حسن جا آهيون "محرم"
گل تي پوئنري جا ، احساس کڻي آيا هون

# درگاهہ جي تعمير جو تفصيل

- پهريان هڪ ڪچو ڪوٺو ٺهرايو ويو.
- ١٢٩٨ هجريءَ ۾ فقير محمد محسن بيڪس کي دفنايو ويو.
- ١٣٠١ هجريءَ ۾ فقير عبدالله اول کي دفنايو ويو.
- ١٩٢٣ع ۾ ٺٽي مزارن لاءِ شڪارپور جي ڪاريگرن جو ٺهيل، خوبصورت ڪٺهڙو لڳايو ويو، جيڪو موجوده حالت ۾ آهي.
- ١٩٤٥ع ۾ درگاهہ جي موجوده عمارت تعمير ڪئي وئي.
- ١٩٥٤ع ۾ درگاهہ لاءِ ريلوي کان بجلي ورتي وئي.
- ١٩٦٣ع ۾ درگاهہ لڳ موجوده مسجد شريف تعمير ٿي.
- ١٩٦٥ع ۾ پُراڻي باغ کي ختم ڪري درگاهہ آڏو پڌرو ڪيو ويو جيڪو موجوده حالت ۾ آهي.
- ١٩٦٦ع ۾ درگاهہ لڳ پُراڻو کوهہ بند ڪرايو ويو ۽ ان جاءِ تي پاڻيءَ جون ٽانڪيون ٺهرايون ويون ۽ ميونسپلٽي کان پاڻيءَ جو ڪنيڪشن ورتو ويو. تازو ان جاءِ تي تعلقہ ڪائونسل روهڙي نئين ٽانڪي تعمير ڪئي آهي.
- ١٩٦٨ع ۾ ميونسپلٽي پاران درگاهہ تي اسٽريٽ لائٽ لڳائي وئي.
- ١٩٦٩ع ۾ ميونسپلٽيءَ پاران درگاهہ جو روڊ تعمير ٿيو.

# حضرت بيدل جي ڇپيل ڪتابن جا مؤلف

| ڪتاب جو نالو | مؤلف | سن |
|---|---|---|
| ١- ديوان بيدل عُرف بيدل جي سوانح عمري | گدومل ڪنڊ مل هرجاڻي | ١٩٤٠ع |
| ٢- وحدت ناما | گدو مل ڪنڊ مل هرجاڻي | ١٩٤٣ع |
| ٣- بيدل جو سنڌي ڪلام | بولچند راجپال | ١٩٥٠ع |
| ٤- ديوان بيدل | عبدالحسين شاهہ موسوي | ١٩٥٤ع |
| ٥- نڪر بيدل | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | ١٩٧٨ع |
| ٦- پنج گنج (سنڌي) | سبحان بخش قريشي | ١٩٧٦ع |
| ٧- ڪلام بيدل | گل محمد انصاري | ١٩٨٩ع |
| ٨- بيدل جو اردو ڪلام | اختر درگاهي | ١٩٩٧ع |
| ٩- مثنوي دلڪشا | ڊي ڪي منشارامائي | ١٩٩٧ع |
| ١٠- پنج گنج (اردو) | ڊاڪٽر نواز علي شوق | ٢٠٠٠ع |
| ١١- فوائد المعنوي | غلام علي مسرور | ٢٠٠١ع |
| ١٢- ديوان بيدل (اردو) | اختر درگاهي | ٢٠٠٣ع |
| ١٣- مثنوي دلڪشا | ڊاڪٽر نواز علي شوق | ٢٠٠٥ع |

# حضرت بيدل جي نالي سان ڇاپل شخصيتون

١- سيد بيدل بخش شاهہ (وصال ١٩٤٢ع) ٽرڙي بکار

٢- بيدل بخش عرف بيدل مسرور (ولادت ١٩٤٧ع)

٣- قادر بخش عرف بيدل ثاني بن سبحان بخش قريشي (وصال ١٩٩٨)

٤- بيدل بخش بن غلام نجف ثاني بيگ محمد ثالث (ولادت ١٩٨٧ع

٤- مظهر بيدل بن عبيدالله بن عبدالله قريشي ثاني (ولادت ٢٠٠٠)

**اختر درگاهي**

# حضرت قادر بخش بيدل رحہ جو مختصر سوانحي خاڪو

- **نالو:** عبدالقادر عرف قادر بخش (غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رحہ جي عقيدتمنديءَ ۾ پاڻ کي قادر بخش سڏيائون)
- **تخلص:** بيدل، طالب، قادر
- **لقب:** روهڙيءَ جو جهنڊو
- **والد بزرگوار جو نالو:** فقير محمد مُحسن
- **گهرائو:** قريشي.
- **ولادت جي تاريخ:** سن ۱۲۳۱هجري مطابق ۱۸۱۵ع
- **ولادت جو هنڌ:** روهڙي (محلو ريشم باف، پاٽولڪي سمڙي)
- **تعليم:** قرآن، حديث، فقه، علوم شرعيه، عربي، فارسي ٻولين جا فارغ التحصيل عالم.
- **دست بيعت مرشد:** سيد مير جان الله شاهہ رضوي ثاني
- **باطني فيض:** حضرت لعل شهباز قلندر رحہ
- **مسلڪ:** حنفي، صوفي
- **طريقو:** قادري
- **رندي راهہ:** قلندري، اويسي، وحدت الوجودي
- **ظاهري طريقت جو سلسلو:** حضرت بيدل مُريد مير جان الله شاهہ رضويءَ جو، اهو مريد سيد عبدالوهاب شاهہ جيلاني ياڳناڙيءَ واري جو، اهو مُريد فقير غلام محمد جو، اهو مريد غلام رسول ولجاري جو اهو مريد مير جان الله رضوي اول جو، اهو مُريد شاهہ عنايت الله جهوڪ واري جو، اهو مُريد عبدالملڪ چشتي دکنيءَ جو.
- **پهريون شعر:** دلامت در رهول روز محشر پڪڙي دامن ابن پيمبر
- **انوقت عمر:** ۱۵ سال
- **پهريون شعري ڪتاب:** مثنوي رياض الفقر (فارسي) سن ۱۲۵۸ هجريءَ ۾.
- **انوقت عمر** ۲۷ سال
- **سئر سفر** سيوهڻ، جهوڪ شريف، پٽ شاهہ، درازا شريف، پيرجوڳوٺ پريالوءِ، پنهواڙي، تجل شريف، ترڙي بڪار.
- **ڏندو:** ٿورو عرصو مڃارڪو دوڪان کوليائون.
- **تصنيفون:** (۱) مثنوي رياض الفقر (۲) ديوان سلوڪ الطالبين (۳) مثنوي دلڪشا (۴) رموز القادري (۵) مثنوي نهر البحر (٦) ديوان مصباح الطريقت (۷) ديوان منهاج الحقيقت (۸) ڪُرسي نامہ (۹) ديوان بيدل فارسي (۱۰) قصہ هير رانجها (۱۱) قصہ ليليٰ مجنون (۱۲) ظهور نامہ (۱۳) پنج گنج (۱۴) سند الموحدين (۱۵) رموز العارفين (۱٦) تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب (۱۷) لي بطن احاديث (۱۸) تاريخ سنڌ (۱۹) قرة العين في مناقب السبطين (۲۰) انشاءِ قادري (۲۱) خطباب جمعہ (۲۲) عقائد (۲۳) فوائد المعنوي (۲۴) تاريخهائي وفات (۲۵) ديوان بيدل اردو (۲٦) ديوان بيدل (سنڌي ۽ سرائڪي)
- **مجازي محبوب:** ڪرمچند، فقير غلام محمد، فقير قاضي پير محمد.
- **صحبتي فقير:** روحل فقير ٻيون، فقير نانڪ يوسف، فقير محمد صلاح، ڀائي موتيرام، الله اوڀايو شاهہ، جعفر علي شاهہ.
- **طالب:** فقير محمد محسن بيڪس، فقير عبدالله اول، مير جان الله شاهہ ثالث، سليمان فقير ميربحر سيد قاسم علي شاهہ ترڙيءَ وارو، سيد حمزه علي شاهہ، حبيب الله شاهہ، صفدر علي شاهہ، ڀائي پارو شاهہ، ڀائي ڪشنومل، شوڪتراءِ خيرپوري، سيد علي شاهہ، ديوان ڪشنچند خيرپوري، مائي رامي (پير جو ڳوٺ) منشي سلامت راءِ، منشي هيمراج، پريمچند ويرومل، منشي ڪشنداس (پير جو ڳوٺ) قاسم علي شاهہ فقير ميربحر، حيات فقير پرديسي، پنهون فقير، ڪريم بخش خنياگر، ميان عبدالوهاب ريشم باف، حاجي جمڙو شيخ، جمعدار آندل، الله اوڀايو شاهہ.
- **جن کي باطني فيض ڏنائون:** بابا نيبراج، الله بخش فقير مست، قاضي عبدالخالق عرف قاضي بابا، فقير غلام علي مسرور، فقير علي بخش ڪمتر،
- **پوشاڪ:** سادا ڪار ڏوتل ڪپڙا، ڪلهن تي گيڙو رتي چادر، مٿي تي تاج، ٽوپي.
- **شاديون:** ٻہ گهر نڪاح ۾ آندائون
- **اولاد:** (۱) دختر (صغير سن فوت) (۲) دختر (زوجہ فقير عبدالله اول، (۳) فرزند، محمد محسن بيڪس (لا ولد وصال ۱۲۹۸ھہ) (۴) فرزند، غلام فريد (لاولد، وصال ۱۲۹۸ ھہ) (۵) فرزند، امام بخش (صغير سن فوت)
- **وصال:** ۱٦ ذوالقعد ۱۲۸۹ هجري مطابق ۱۵ جنوري ۱۸۷۳ عيسوي
- **عمر:** ۵۹ سال
- **وصال جو هنڌ:** قاضي پير محمد جي اوطاق (روهڙي)
- **مزار:** سنڌن اڪثر مراقبي واري هنڌ لڳ ريلوي لائين روهڙي.